

اصل وڏي ڪٿا

# شري گڻيش ديوتا جي

رتن سارپور شهر ۾ هڪ اجيت ڪمار نالي آدمي
رهندو هو جو شاهوڪار ۽ ڌرماتما پرش هو. هن کي
سنسار جا سڀ سک ميسر هئا پر اولاد ڪونه هو. پنڊتن
کان پڇڻ تي انهن مان هڪ پنڊت کيس ٻڌايو ته جيڪڏهن
پنهنجي استري شري گڻيش سوامي ءَ جو ورت رکندي
ته پتر سنتان ڄڻي ڏيندس. اجيت ڪمار پنهنجي استري ءَ
رما کي شري گڻيش جهڙي مها پرڀو ورت جي
وڏي ٻڌائي واپار لاءِ پرديس هليو ويو. هيڏانهن
گڻيش سوامي ءَ جي ورت رکڻ ڪري رما کي نهايت
سندر ۽ سلڇڻو پٽ ڄائو جنهن جو نالو شيام سندر رکيو
ويو. هوڏانهن اجيت ڪمار ديسن جا ديس گهمندو،
آٺن سالن بعد پنهنجي نگر ۾ واپس موٽي رهيو هو ته
سندس جهاز هڪ ڀنور ۾ ڦاسي پيو. پنڊتن کيس ٻڌايو ته
هن ديش ۾ هڪ شيام سندر نالي بالڪ رهندو آهي، انجو
جڏهن جهاز تي پير پوندو تڏهن جهاز هلندو. اجيت ڪمار
پنهنجا ماڻهو موڪلي ان بالڪ کي گهرايو جو هيٺئين سٽن

سالن جو اچي ٿيو هو. بالڪ جي جهاز ۾ پير رکڻ سان ئي جهاز هلڻ شروع ڪيو ۽ اچي پار پهتو. بالڪ کان پوءِ
ٿي اجيت ڪمار کي خبر پيئي ته هي سندس ئي پٽ
هو تنهنڪري خوشيءَ ۾ ڀرجي هن بالڪ کي گود ۾ کنيو
۽ جهاز تان لهي گهر ڏانهن ٿي ويو ته واٽ تي هڪ
نانگ کي باهه ۾ سڙندو ڏٺو جنهن کي بچائڻ لاءِ هن
پرارٿنا ڪئي ۽ جڏهن نانگ کي باهه مان ٻاهر ڪڍيائين
تڏهن نانگ کيس ڏنگڻ آيو. اجيت ڪمار نانگ ڏانهن نهاري
چيو، "ڇا، هي ڀلائيءَ جو بدلو تون ڏين؟" نانگ کيس
ٻڌايو ته تنهنجي استريءَ شري گڻيش ديوتا جي ورت
جو پالن ڪونه ڪيو آهي. ان تي اجيت ڪمار نانگ کي
واپس موٽي اچڻ جو انجام ڏئي پاڻ گهر آيو. هن گهر
اچي ڏٺو ته سندس استري پيا خيال پاسيرا رکي شري
گڻيش سوامي جو ورت رکي پوڄا ڪري رهي هئي ۽
هڪ پاسي ڪٽيءَ جو ڪٽورو، ٻئي پاسي کير رکيو
هو. انهن جي وچ ۾ گل ڦل، اگر بتي ۽ چوڌاري ڏيئو ٻريو
پوڄا پوري ڪري چندرما کي کير جو ارگهه ڏئي هي
سڀ ڪاٿي بي وڃي سمهي پيا. نانگ جڏهن ڏٺو ته
اجيت ڪمار واپس ڪونه آيو تڏهن کيس ڏنگڻ لاءِ سندس
گهر آيو. گهر اچي نانگ باقي ٻچيل پرساد کائي چڏيو ۽ خوشيءَ
۾ ڀرجي جڏهن ڏٺي جي پرسان آيو تڏهن گڻيش ديوتا پيدا
ٿيو ۽ پنهنجي ترشول سان کيس ماري ڇڏيائين. پر پاڻ
... اجيت ڪمار آٿيو ۽ انجام موجب نانگ ڏانهن وڃڻ

لڳو ته سندس استريءَ کانئس پڇيو ”اوهان ڪيڏانهن وڃي رهيا آهيو؟“

اجيت ڪمار کيس جواب ڏنو ”هي پران پياري! مان هڪ ساڌوءَ ( ناڱ ) کي مارڻ جو وچن ڏئي آيو آهيان سو هاڻ ان وٽ ٿو وڃان.“

رما کي شري گڻيش سواميءَ جي شڪتيءَ مان معلوم ٿيو ته ناڱ هٿ مٿو پيو آهي سو پنهنجي پتيءَ کي مٿل ناڱ ڏيکاريائين. ناڱ کي مٿل ڏسي اجيت ڪمار کي ڪاوڙ وٺي وئي ۽ هن رما کان پڇيو ته ”تو هي پاپ ڇو ڪيو؟“ پر رما کيس ٻڌايو ته ”مون ڪو به پاپ ڪونه ڪيو آهي. هي اسانکي ڪاڻ لاءِ هٿ آيو هو پر شري گڻيش ديوتا کيس ماري ماٽ ڪري ڇڏيو ۽ اسين بچي وياسون. ها سڀ انهي ئي ڪرپا آهي.“ ايترو ٻڌي اجيت ڪمار ڏاڍو خوش ٿيو. جيڪو به شري گڻيش ديوتا جو ورت رکي ڪٿا ڪندو يا ٻڌندو، انجون سڀ دلي مرادون پوريون ٿينديون.

( ٻوليو شري گڻيش ديوتا ڪي جئه )

## (۲) ڪٿا شري شنڪر ڀڳوان يا سومر ديوتا جي

هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته ڪيلاش پربت تي شنڪر ڀڳوان ۽ ماتا پاروتي چونپڙ راند ڪري رهيا هئا. هنن پنهنجن تتن مان هڪ پتلو ٺاهيو جنهن ۾ ساهه وڌائون ۽ ان کي ”انصاف وارو“ لقب ڏنائون. جيترو ٽيڪ هرڪا راند شنڪر ڀڳوان کٽي رهيو هو پر ”انصاف وارو

لو" هميشه ائين ئي چئي رهيو هو ته "ماتا پاروتيءَ
ٿيو." ڇو ته پاروتي ڪيس لڪ ڇپ ۾ ڪيترو ئي ڏن
ڏني رهي هئي جنهن جي لوڀ ۾ ڦاسي هن جي اکين تي ماتا
جا ڪارا پڙدا چڙهي ويا. شنڪر پڳوان ڪان ڪجهه به لڪل
ڪين رهيو جنهن ڪري هن اهڙي درشٽي ڦيري جو
"انصاف وارن پٽلي" جو سڀ ڏن ڏوڙ ٿي ويو جنهن
ڪري ڪيس گيان آيو ۽ چئي ڏنائين "پتاجن هميشه پي
ڪٽيو ۽ ماتا هميشه پي هاريو." جنهنڪري پاروتيءَ ڪي
ڏاڍو ڪروڌ آيو ۽ پٽ کي چيائين ته وڃي ڪوڙهيو
ٿيءُ. جنهنڪري هو ڪوڙهه جي دک ۾ وياڪل ٿي
جهر جهنگ پٽڪندو رهيو ۽ هلندو هلندو هڪ امراوتي
نالي نگر ۾ پهتو ائي هڪ هنڌ ويهي رهيو. ڪجهه ڏينهن
ڪانپوءِ ساتوڻ مهني جي پهرئين سومر ڏي ڪن استرين
شنڪر پڳوان جو ورت رکيو هو ۽ سڳڙو بڌي پي موٽيون
ته انهن مان هڪ استريءَ جي نظر وڃي هن ڪوڙهئي
تي پيئي تنهن کي ديا آئي ۽ هنجي ٻانهن ۾ سڳڙو ٻڌي
ٿوري ڪٽي سندس واٽ ۾ وڌائين. شنڪر پڳوان جي
ڪرپا سان هنجي بدن تان ڪوڙهه لهي ويو. هن ان
استريءَ کان پڇيو ته هي سڳڙو ڇا جو هو؟ ان استريءَ
کيس ٻڌايو ته هي سڳڙو سيني جون دلي مرادون
پوريون ڪندڙ شري شنڪر پڳوان جو هو. ساتوڻ مهني
جي پهرئين، ٻئي يا چوٿين سومر تي شنڪر پڳوان جو
ورت رکي، ڪڻڪ جو اٽو، گڙ ۽ گيهه سوا پاءُ يا سوا سير

پتي کيس پيار مان ”سرندا“ ڪري ڪوٺيندو هو.
نندڪ جي اِستري جيتوڻيڪ سهڻي ۽ جوان هئي
پر تڏهن بہ سندس پتي هميشه ڳڻتين ۾ پيو ڳرندو هو
جو ڪيترا سال گذري ويا پر کيس اولاد ڪونہ ٿيو.
سلوچنا اچي ٻڌي ٿي پر سندس اولاد جي ممتا ڪانہ
وئي ان ڪري هن هڪ براهمڻ جي ڪنيا کي پنهنجي
گود جي ڌيءَ ڪيو ۽ ان کي لاڏ ڪوڏ سان پاليو. هن
ڪنيا اڳين جنم ۾ منگل ديوتا جي پوڄا ڪئي هئي
تنهنڪري جڏهن هن نندڪ جي گهر ۾ پير رکيو تہ
لڇمي هنن وٽ ڇم ڇم ڪندي آئي. ڇوڪري جڏهن
ڏهن ورهين جي ٿي تڏهن کيس هڪ سوميشور نالي
براهمڻ سان پرڻائي ڇڏيائونس. نندڪ هي وواه ويدن
شاسترن موجب ڪيو ۽ پنهنجي ڌيءَ شيبهن ڪلهي
چاڙهي پنهنجو بار هلڪو ڪيو.

هڪڙي ڏينهن نندڪ ۽ سندس پتني پنڌ ڪندا
پئي اچي هڪ ”پربت“ نالي گهاٽي ٻن ۾ پهتا هي
ساهي پٽڻ لاءِ هڪ وڻ جي ڇانوَ هيٺ ٿي ويٺا تہ اتي
ڪي چور آيا جي سلوچنا جي پتيءَ کي ماري هليا
ويا. سلوچنا پتيءَ جي وڇوڙي ۾ زار زار روئڻ لڳي.
روئي روئي جڏهن سندس دل جو بار هلڪو ٿيو تڏهن
ڪانيون گڏ ڪري هن چکيا تيار ڪئي ۽ پاڻ بہ پتيءَ
سان گڏ ستي ٿيڻ لڳي تہ منگل ديوتا پرسن ٿي هن
وٽ آيو ۽ هن ڏانهن نهاري چيائين ”ديوي! جيڪي

گهر ٿو هجيئي سو گهر .“

ٻراهمڻيءَ چيو ”هي ديوتا ! مونکي ٻيو ڪجهه ٻ نہ گهرجي . فقط منهنجي پتيءَ کي جيئاريو .“

منگل ديوتا هن جي پتي پگتي ڏسي ڏاڍو وڏو سن ٿيو ۽ هن ڏانهن نهاري چيائين ”هي ديوي ! تنهنجو پتي امر رهندو پر هن کي جيئارڻ جي مونہ شڪتي ڪانهي انهيءَ ڪري تنهي لوڪن ۾ اتم ۾ اتم ور جيڪو هجي سو گهر .“

ان تي ٻراهمڻيءَ ڪيس هٿ جوڙي چيو ”هي ديوتا ! اهو ور ڏيو تہ جتي جتي اوهان جي ڪٿا ٿئي ۽ پوڄا ٿئي - منگل ڏينهن جيڪو ٻاڙهي چندن سان اوهان جي پوڄا ڪري - ٻاڙها گل اوهان جي مورتيءَ تي چاڙهي ان وقت انسان جي دل ۾ خراب خيال اصل ڪون اچن . جيڪي روڳي هجن انهن جو روڳ لهي وڃي . انهن کي ناڳ ۽ باه بہ ڪجهہ نہ ڪري سگهن . دشمن تي هميشہ فتح پائين ۽ هو ڪڏهن ٻ دک نہ ڏسن .“

منگل ديوتا چيو ”هي ديوي ! جئن تون چوين ٿي تئن ٿي ٿيندو پر انهن کي اهو خيال رکڻ گهرجي تہ جنهن ڏينهن منهنجو ورت رکن تڏهن ڪاٺ و پنهنجي گهر ۾ ئي ڪائين ۽ پرائي گهر ۾ ڪڏهن ٻ نہ ڪائين . ان ڏينهن اڃو اناج نہ ڪائين جهڙوڪ چانور وغيره . چانورن ۾ ٻڙ وجهي تاهري ڪري ڪائين . منهنجو ورت ٢١ دفعا رکن ۽ ٢١ دفعي ورت رکي ارگهہ ڏين . جي ڪنهن ڪان پڇي

گهي ۽ ڀاڙيءَ جي ورت ڇوڙڻ وقت ٢١ دلا ۽
ڙهي گانءِ دان ڪري وت آهر ٻـراهمڻ کي ڀوڄن
ڪرائي. ان ڏينهن جيڪو سون دان ڪندو تنهن کي
ن ڪڏهن ٻ دک نہ ڏيندس. منهنجي ورت رکڻ
پوڄا ڪرڻ ڪري ان جي اڳيان جن ڀوت پڻ ڪين
ندا ۽ نہ ڪنهن جو ڪيس ڏپ رهندو. انهن کي ڪو ٻ
شمن ڪونہ ماري سگهندو." ائين چئي منگل ديوتا
هنجي لوڪ ۾ هليو ويو.

( ٻوليو منگل ديوتا کي جئہ )

## (٤) ڪٿا ٻڌ ديوتا (ٻڌروار) جي

هڪ ڏينهن راجا پريڪشت ۽ رشي ويدوياس جي
ڻ ٻر ڪا وارتا پئي هلي. ويدوياس چيو، راجن!
ڪلجگ ۾ سيني نـر- نارين کي ڀڳوان ٻڌ جـو ڏيـان
ڪرڻ گهرجي. تڏهن راجا چيو، هي آپيشور! توهان
ڪرپا ڪري اُن ورت جو قل ٻڌائي منهنجي من جو
ڪلپ دور ڪريو. ويدوياس چيوهي راجن! منورٿ
رڻ ڪرڻ واري ڪٿا توکي ٻڌايان ٿو، پراڻي زماني
وشوپور گرام شهر ۾ زال- مڙس رهندا هئا. عورت
ونالو هو رتما ۽ مرد جو رگهوير. هڪ ڏينهن رگهوير
ي زال پيڪي نڪڻ لاءِ ويئي. ڏينهن گذرڻ بعد
جڏهن نہ آئي، تڏهن رگهوير ساهري زال کي وٺڻ
ء ويو. ڪجهه ڏينهن، ٽڪي، زال سميت گهر موٽڻ لاءِ

ساهرن کان موڪل گهريائين. مگر ڪيس موڪل ڪونه ڏنائونس ۽ چيائونس ته اڄ ٻڌ ديوتا جو ڏينهن آهي اُن ڪري اڄان ڪجهه ڏينهن رهي پوءِ وڃجو. مگر رگهوير هٺ ڪري ساهرن کان زوريءَ موڪلائي پنهنجي رٿ تي رتنا سميت وطن موٽڻ لڳو، رستي تي رتنا کي اچي سخت پياس لڳي پتيءَ کي پاڻيءَ آڻڻ لاءِ چيائين. رگهوير رٿ بيهاري پاڻيءَ جي تلاش ۾ ويو. پاڻي هٿ ڪري جيئن رٿ وٽ پهتو ته عجب ۾ پئجي ويو. پنهنجي زال اڳيان پاڻ جهڙي ٻئي مرد کي ويٺل ڏٺائين. ساڳي شڪل - ساڳيا ڪپڙا، ڪاوڙ ۾ رٿ تي ويٺل کي هڪل ڪري چيائين تون ڪير آهين؟ منهنجي زال اڳيان ڇو ويٺو آهين؟ رٿ تي ويٺل به چيس، تون ڪير آهين؟ مان زال کي ساهرن مان هاڻ وٺي پنهنجي گهر تو وڃان. تنهن تي ٻنهي ۾ تون چا؟ تون چا؟ تي ويٺي ماٺهو مڙي ويا ويچاري رتنا ٻنهي کي سڃاڻي نه سگهي ته ڪير منهنجو پتي آهي؟ پوءِ راجا وٽ ٽنهي کي آندو ويو. راجا قصو ٻڌي پاڻي آڻيندڙ سچي رگهوير کي قيد ڪرايو. رگهوير سخت تڪليف ۾ اچي ڀڳوان کي پڪارون ڪرڻ لڳو. ٻڌ ڀڳوان مٿس راضي ٿيو. راجا کي ننڊ ۾ سپنو آيو ته رگهوير بي قصور آهي کيس آزاد ڪر. صبوح جو رگهوير زال رتنا سميت ڀڳوان جا شڪرانا مڃي گهر اچي پهتو.

( سيپٽي ڇٽو ٻڌ ديوتا کي جڳ )

## (٥) اصل وڏي ڪٿا وسپت ديوتا جي

هڪ سوداگر هوندو هو جو تمام گهڻو ڌن ڪمائيندو هو ۽ پڻ ڪندو هو. هڪ ڏينهن اهو سوداگر پرديس واپار ڪرڻ سانگي ويو ته ويرل پڳوان ڌاري هن جي زال وٽ آيو ۽ ڪانئس ڀکيا گهر يائين. سوداگر جي زال کيس چيو "مان دان ڪري ڪري ڪڪ ٿي پيئي آهيان - اهڙو ڪو اپاءُ ٻڌايو جو نه ڌن هوندو ۽ نه چنتا ئي ٿيندي." فقير مائيءَ ڏانهن نهاري چيو "تون سنت وسپتون ٻهاري پاءِ، ڪپڙا ڌوءِ، تيل ميٽ سان اشنان ڪر. ماس مڇي کاءُ ته تنهنجو ڌن ناس ٿي ويندو." ائين چئي فقير هلي ويو. مائيءَ اچا ڇهه وسپتون ائين ڪيون ته هنجو سمورو ڌن ناس ٿي ويو ۽ مائي پڻ مري وئي. هو ڏانهن سوداگر جو هڪ جهاز ٻڏي ويو ۽ پاڻ ڪي مشڪل سان ٻچائي اچي پنهنجي ديش ۾ پهتو. هن سموري ڳالهه ڏيءُ جي واتان اچي ٻڌي ۾ گذري ڪي وساري پڳوان جي ياڻي تي راضي رهي ڪانيون ڪري پيو پنهنجي زندگيءَ جا ڏينهن ڪاٽيندو هو. هڪ ڏينهن سندس ڌيءُ جي اچي ڏڏ ڪاڻ ٿي دل ٿي ۽ پيءُ کي ان جي آڻڻ لاءِ چيائين. سوداگر ٻڌڻين ۾ وڃي جهنگل ۾ ويٺو ته ويرل پڳوان ساڌوءَ جو ويس ڌاري هن وٽ آيو ۽ هن کان غمگينيءَ جو سبب پڇيائين. سوداگر سموري ڳالهه ڪري ٻڌائي جا ٻڌي ساڌوءَ

ڪيس چيو "تنهنجي زال ويرل ڀڳوان جو اپمان ڪيو هو جنهنڪري تون دک ڏسي رهيو آهين سو ئي تون جي وسپت ڏينهن ٽڪي جا ڀڳڙا ۽ ڪاري ڏاک وٺي ، جل جو لوٽو ڀري ان ۾ ڪنڊ جي چپٽي وجهي وسپت ديوتا جي ڪٿا ڪري اها سيسا سيني ۾ ورهائيندين ته تنهنجا سڀ دک دور ٿي ويندا ." ائين چئي ساڌ وهليو ويو . سوداگر ٻه دل ۾ پڪو نشچو ڪري وسپت ڏينهن ڪاٺيون ڪرڻ ويو ته هن کي ان ڏينهن چار پئسا وڌيڪ مليا . سوداگر ٽڪي جو ڏڌ وٺي پنهنجي ڌيءُ جي دلي تمنا پوري ڪئي ۽ ٽڪي جي ڪاري ڏاک ۽ ڀڳڙا وٺي وسپت ديوتا جي ڪٿا ڪري اها سيسا سيني ۾ ورهائي پوءِ پاڻ کاڌي . ائين ڪرڻ ڪري ڪيترا دک دور ٿيا پر ٻيءَ وسپت تي ڪاٺس ڪٿا ڪرڻ وسري وئي . ان ڏينهن اتان جي راجا يگيه ڪيو هو جنهنڪري غريب غربا اتي ڪاٺڻ ويا هئا . سوداگر ٻه نياڻيءَ سميت اتي وڃي پهتو . راجا هن کي ڪاراتي ڀيڻاري روانو ڪيو پر ان ڏينهن راڻيءَ جو نولکو هار گم ٿي ويو جنهن جو ڏوه سوداگر تي پيو جنهن کي راجا جيل ۾ ڪٽي وڌو . جيل ۾ وري ساڳئي ساڌ وءَ هن کي درشن ڏنو جنهن کيس ٻڌايو ته " تو اڳيئن وسپت تي ڪٿا نه ڪري ويرل ڀڳوان جو اپمان ڪيو آهي جنهن ڪري ان جي سزا ڀوڳي رهيو آهين . ٻيءَ وسپت تي جيل جي ٻاهران توکي ٽڪو پيل نظر ايندو . تون ان مان

وسپت ديوتا جي ڪٿا ڪجهه ۽ سيسا ورهائج ته تنهنجا سڀ ڏک ڏور ٿي ويندا. " ائين چئي ساڌو اڻتر ڏيان ٿي ويو. ٻيءَ وسپت تي برابر سوداگر ڪي جهاز جي ٻاهران ٽڪو هٿ آيو پر شيءِ ڪيئن گهرائي؟ او چتو هڪ مائي اچي اتان لنگهي جنهن کي ويرل پگوان جي نالي شيءِ آڻڻ لاءِ چيائين پر ان ايمان ۾ پرجي چيو "اڄ منهنجي پٽ جي شادي آهي. مان وڃان ٿي ڪپڙو وٺڻ." ۽ ائين چئي هلي وئي. وري ٻي مائي اچي لنگهي جنهن کي ٻه سوداگر ساڳيءَ ريت چيو. ان مائيءَ جو ڪو پٽ مري ويو هو جنهن جي ڪفن لاءِ ڪپڙو وٺڻ پي وئي پر "ويرل پگوان" جو نالو ٻڌي هن سوداگر کي ٻڌاڪه ۽ پگڙا آڻي ڏنا ۽ وسپت ديوتا جي ڪٿا ٻڌائين. ڪٿا ٻڌي سيسا ۽ امرت وٺي هيءَ گهر ڏانهن هلڻ لڳي ته هن وات لي پنهنجي پٽ جي ڪائي ويندي ڏٺي. هن ڪائيءَ ڪڻڻ وارن کي ترسايو ۽ پنهنجي پٽ جي منهن ڏسڻ جي اڇا ڏيکاريائين. ڪائي هيٺ رکي وئي ۽ منهن کوليو ويو. مائيءَ امرت ۽ سيسا پنهنجي مئل پٽ جي مک ۾ وڌا ته ويرل پگوان جي ڪرپا سان سندس پٽ اٿي کڙو ٿيو. هو ڏانهن جنهن مائيءَ جي پٽ جي شادي هئي سو گهوڙي تان ڪري مري ويو. ويرل پگوان ساڌوءَ جي ويس ۾ اچي ڪيس وسپت ديوتا جي پوڄا ڪرڻ لاءِ چيو. هن ائين [illegible]

جيئرو ٿي پيو - هوڏانهن ويرل ڀڳوان راجا کي ننڊ ۾
درشن ڏئي چيو ته " تو وٽ جيڪو سوداگر قيد آهي
سو بيگناه آهي. صبح ٿيڻ سان ان کي آزاد ڪجُ. تنهنجو
هار ڪليءَ ۾ ٽنگيل اٿيئي." صبح جو جڏن راجا اُٿيو
تڏن راڻيءَ کيس ٻڌايو ته هار لڌو آهي جنهنڪري راجا
سوداگر کان معافي ورتي. هن سوداگر جي ڌيءَ جي
شادي پڻ ڌامڌوم سان ڪرائي ڏني ۽ سوداگر کي
ڪيترو ئي ڌن ڏئي روانو ڪيو.

( ڀوليو ويرل ڀڳوان ڪي جئه )

## (٦) ڪٿا شڪر ديوتا ( جمع ) جي

جنهن جنهن سمي ۾ ڌرم جي هاڃي ٿئي ٿي ۽
سنت ساڌو مهاتمائون ڀڳت انت دکي ٿين ٿا تڏهن
تڏهن ڀڳوان اوتار ڌاري ڪنهن نه ڪنهن روپ ۾ درشن
پاپين ۽ دشٽن کي ناس ڪرڻ لاءِ پرگهٽ ٿئي ٿو.

اٽڪل هڪ هزار ورهيه اڳ سنڌ ۾ مسلمانن جي
راڄ ۾ هندو تمام دکي هئا مرکه بادشاه ڪٽر ۽ تعصبي
هئو ۽ هندن تي اتياچار ڪندو هئو انڪري هندو خوب
پرارٿنائون ڪندا رهيا ته هن جو راڄ ختم ڪر. ڀڳوان
هندن جي پرارٿنا اگهائي جوتي سروپ امرلعل نصرپور
۾ ڀڳت رتنراءِ جي گهر ۾ جنم ورتو سندس ماتا جو نالو
ديوڪي هئو. مرکه بادشاه کي خواب ۾ خوفناڪ حالتون
ڏسڻ ۾ آيون ۽ ان جي وزير کي پڻ ساڳيون حالتون
خواب ۾ ڏسڻ آيون ۽ اچرج ۾ پئجي ويو ته ولي پيغمبر

پئدا ٿيو آهي ۽ اسانجي هينئر پڄاڻي آهي ان سان لڙڻ دوزخ ۾ ٻوڙڻ آهي ان ڪري وزير مرڪ بادشاه کي وڃي ٻڌايو ته هينئر هندن تي اياچار ڪرڻ نه گهرجي ۽ مون لعل سائينءَ کان گناه بخشايا آهن - مرڪ بادشاه کي ڏپ اچي لڳو ۽ خواب واريون ڳالهيون اچي ياد پيس. مرڪ بادشاه جيئن لعل صاحب جي درشن ڪرڻ لاءِ اڳتي هليو تيئن سندس همت هارجي وئي ۽ لعل سائينءَ جي پيرن تي ڪري پيو ۽ کيس ادب سان پنهنجي محل ۾ وٺي ويو مرڪ بادشاه پنهنجي دل ۾ لعل سائين ءَ کي گرفتار ڪرڻ ٿي گهريو تڏهن لعل سائين هن جـــي محل مان انتردڌيان ٿي ويا. پڇاڙيءَ ۾ مرڪ بادشاه لعل سائينءَ جو درشن ڪري معافي گهري.

## (٧) اصل وڏي ڪٿا ڇنڇر ديوتا جي

هڪ دفعي نوگرهه اچي پاڻ ۾ وڙهيا. هرڪو چوي "آءٌ وڏو." آخر جڏهن پاڻ ۾ ڪو فيصلو ڪري ڪو نه سگهيا تڏهن "انصاف" ڪرائڻ لاءِ راجا اندر وٽ ويا. اندر هنن جون ڳالهيون ٻڌي ڪو به "انصاف" ڪري ڪو نه سگهيو ۽ کين راجا وڪرماجيت ڏانهن ياري موڪليائين. هـــي وڪرماجيت وٽ ويا. وڪرماجيت هنن جي ڳالهه ٻڌي منجهي پيو. گهڻي سوچ ويچار ڪانپوءِ هن سون، چاندي، پتل، ٽامو، شيهو، سِت، ڪٽ ۽ قلعي جا آسڻ تيار ڪرائي دربار ۾ رکايا هرهڪ گره کي انهن تي ويهڻ لاءِ چيو. سڀني کان هيٺ

چنڊر ديوتا وجهي ويٺو. پاڻ کي سيني کان هيٺ ويٺل
ڏسي هن کي ڏاڍو ڪروڌ آيو ۽ وڪرماجيت ڏانهن
نهاري چياءِ "چندرما سوا ٻه ڏينهن، منگل ڏيڍ مهنو،
سورج، شڪر ۽ ٻڌر ايڪائي مهنا، وسپت تيرهن مهنا مگر
مان ساڍا ست سال ڪشت ڏيندڙ آهيان. مان رام، ليڇمڻ
۽ راوڻ جهڙن طاقتور هستين مان به ڪونه رهيو آهيان.
خود پنهنجي گروءَ کي به ڪونه ڇڏيم. ان کي به رڻ
۾ رلايم. هاڻ تون به پوري "انصاف" نه ڪرڻ جو
نتيجو ڏسجه." وڪرماجيت تنهن تي ڪيس کلي چيو
"ڀڳوان کي جيڪي منظور هوندو سوئي ٿيندو."

هو ڏانهن چنڊر به پنهنجي هوڏ تي قائم رهيو. هڪ
ڏينهن چنڊر ديوتا واپاريءَ جو روپ ڌاري اجين نگر
۾ گهوڙا وڪڻڻ آيو. وڪرماجيت کي گهوڙن جو ڏاڍو
شونق هو. سو واپاريءَ کان هڪ سهڻو ۽ جانٺو گهوڙو
وٺي ان تي چڙهي ويٺو. هن گهوڙي جي آزمائش وٺڻ
پي چاهي. پر گهوڙي تي وهڻ سان ئي گهوڙو وٺي اڏامڻو
۽ هن کي هڪ رڻ پٽ ۾ ڦٽي ڪري غائب ٿي ويو.
وڪرماجيت ڏاڍو پريشان ٿيڻ لڳو. هن کي اڃ ۽ بک
ڏاڍو اچي ستايو. توري پنڌ ڪرڻ تي ڪيس هڪ تلاءُ
ڏسڻ ۾ آيو جنهن مان پاڻي پي پياس مٽايائين اتان ٿي
هڪ بنيءَ ۾ آيو جتي هڪ وڻ ۾ هڪ هنڌاٺو لٽڪي
رهيو هو. هن اهو هنڌاٺو پٽيو ۽ بک مٽائڻ لاءِ ان مان
اڌ کاڌائين؟ ۽ باقي اڌ هڙ ۾ ٻڌي هلڻ لڳو. ان ڏينهن

ان شهر جي هڪ شاهوڪار جو پٽ گم ٿي ويو هو ۽ سپاهي ان جي ڳولا ڪري رهيا هئا. هنداڻي جو پاڻي ڳاڙهو ٿيندو آهي سو ان جا ڦڙا زمين تي ڪريا هئا جنهن ڪري سپاهين اچي وڪرماجيت کي گرفتار ڪيو. وڪرماجيت هنداڻو ڪيڏي ڏيکاريو ته ان بدران ٻالڪ جي سسي نڪري آئي. سپاهي هن کي پڪڙي راجا وٽ وٺي ويا جنهن حڪم ڏنو ته "هن جا هٿ پير ڪپي کيس گهاٽي جهنگل ۾ اُڇلي اچو." وڪرماجيت جا هٿ پير ڪپي کيس گهاٽي جهنگل ۾ اُڇليو ويو. ٿورن ڏينهن کانپوءِ هڪ چاڪي (گهاڻو هڪليندڙ) اچي اتان لانگهائو ٿيو. وڪرماجيت جي حالت ڏسي مٿس قياس آيو ۽ هن کي وٺي اچي گهاڻي هڪلڻ تي وهاريائين. هاڻ راجا چنڊر ديوتا کي دل سان ياد ڪرڻ لڳو ۽ من ۾ پڇتاءُ ڪرڻ لڳو. آخر چنڊر ديوتا مٿس راضي ٿيو ۽ درشٽي ڦيري ڇڏيائين. ٿڌي ٿڌي هوا لڳي رهي هئي ۽ راجا موج ۾ اچي گيت ڳائي رهيو هو. ان وقت ان ديش جي راجڪماري اچي اتان لانگهائو ٿي ۽ هن جو مٺو ۽ موهيندڙ آواز ٻڌي مٿس موهت ٿي پيئي ۽ ان سان ئي شادي ڪرڻ جو دل ۾ فيصلو ڪري هيءَ محل ۾ موٽي آئي. هن جي هٺ تي ماءُ ايءَ جي هڪ به نه هلي ۽ راجڪماريءَ جي شادي وڪرماجيت سان ٿي. رات جو راجا کي چنڊر ديوتا درشن ڏنو ۽ کيس چيو ته "گهر جيڪي گهرڻو هجيئي." راجا ڏنهوت

پرڻام ڪري چيو "منهنجا بگڙيل ڪم سنوار ۽ اهو ٻ وچن ڏيو جيڪو ٻ هيءَ ڪٿا پڙهي يا ٻڌي ته توهان ان کي نه ستائيندا." چنچر ديوتا "تٿا استو" (ائين ٿيندو) چئي انتر ڌيان ٿي ويو. صبح جو جڏهن راجا اٿيو ته کيس هٿ پير سڀ ڌسڻ ۾ آيا. هو ڏانهن شاهوڪار کي پڻ پنهنجو وڃايل پٽ واپس مليو جنهن ڪري راجا کان معافي وٺڻ آيو پر راجا کيس چيو ته ته ان ۾ تنهنجو ڪو ٻ ڏوه ڪونهي. هيءَ چنچر ديوتا جي مهرباني هئي. ان ڪانپوءِ راجا ساهرن کان موڪلائي اجين نگريءَ ۾ آيو ۽ اعلان ڪيائين ته جيڪو ٻ چنچر ديوتا جي پوڄا ڪندو ۽ تيل، تر، مانهه، لوڻ ۽ پراڻو ڪپڙو پنهنجي وت آهر ڪنهن ٻ پنڱيءَ کي دان طور ڏيندو ته چنچر ديوتا کين ڪڏهن ٻ نه ستائيندو ۽ من جون مرادون پڻ پوريون ڪندو.

( ٻوليو چنچر ديوتا ڪي جئه )

## (٨) اصل وڏي ڪٿا سورج ديوتا آڏوا آرتوار جي

هڪ وقت جي ڳالهه آهي ته گنگانديءَ جي ڪناري تي هڪ رامديو نالي شاهوڪار آدمي رهندو هو جنهن کي هڪ سندر ۽ سليڇڻي جوان ڌيءَ هئي - هن ڌيءَ کي مڱائڻ لاءِ ڪيتري ڪوشش ڪئي پر ڪامياب نه ٿيو. آخر ڪڪ تي هن مهراج کي ناريل مصري ڏئي چيو ته ٻرياٽ ويلي اٿڻ سان جيڪو شخص توکي پهرياءِ گڏجي ان کي هي ناريل ۽ مصري ڏج ۽ سمجهه ته ... يءَ جو ان سان مڱڻو ٿي چڪو. ٻئي ڏينهن

پر پاڻ ويلي مهراج ٻاهران نڪتو ته ڪيس ڪانير سامهون
گڏيو جنهن کي ناريل ۽ مصري ڏنائين ۽ ڪيس چيائين ته
تون رامديو جي ڏيءَ سان مڱيو آهين. ڪانير ناريل ۽
مصري وٺي خوش ٿيندو پنهنجي گهر آيو ۽ سموري
ڳالهه اچي ماءُ سان ڪيائين جنهن ڪيس ناريل ۽ مصري
موٽائي ڏيڻ لاءِ چيو ڇو ته هي ڏاڍا غريب هئا. ڪانير
ماءُ جي آگيا اکين تي رکي ناريل مصري رامديو وٽ
واپس کڻي آيو پر رامديو ڪيس چيو ”ٻچا! تون اُتان
ڏينهن جو ڪير وڃي سورج ڀڳوان وٽ رک، پوءِ ڏس
ته تون غريب آهين يا شاهوڪار.“ ڪانير ائين ئي ڪيو.
سورج ڀڳوان مٿس راضي ٿيو ۽ اهڙي سرشتي ڦيرايائين
جو ڪانير ڇوڪرو ٿورن ڏينهن ۾ ئي شاهوڪار بڻجي
پيو. ٿورن ڏينهن ۾ هن جي شادي رامديو جي ڏيءَ
سان ٿي ۽ ڏاجو ۽ ڪنوار ساڻ وٺي خوش ٿيندو گهر آيو.
ڇوڪريءَ کي هڪ ”پريم واڻي“ پڙهڻ جي عادت
هوندي هئي جنهن کي ٻڌي سندس سس غلط مطلب
ڪڍندي هئي ۽ هڪ ڏينهن پنهنجي پٽيءَ کي چيائين
ته ”هيءَ ڇوري نياڳي آهي جو هر وقت اسان کي
پٽيندي ٿي رهي ليڪن ڇوڪريءَ جو سهرو سياڻو هو
جنهن ان وقت ڪجهه به ڪونه ڪڇيو. ٻئي ڏينهن تي
سهري ڇوڪريءَ کي ”پريم واڻي“ ٻڌائڻ لاءِ چيو.
ڇوڪريءَ ڪيس چيو ته مان اها ”پريم واڻي“ فقط
آرتوار ڏينهن اوريندي آهيان انڪري اڄ نٿي ٻڌائي

ان. » آخر آرتوار آيو ۽ ڇوڪريءَ سهري کي
م واڻي ٻڌائڻ شروع ڪئي.
» نام ڏي، دان ڏي، چرنن جو ڌيان ڏي،
سيل ڏي، سنتوش ڏي، ساڌ ڳيءَ جو گيان ڏي،
ڪونيءَ ۾ ڌن ڏي، گنديءَ ۾ آن ڏي،
سيني جا ڪارج ڪرڻ وارا! مان ڏي ۽ شان ڏي! »
اجا هن پريم واڻي اوري مس ختم ڪئي ته اهڙو
ندس پاڳ اچي ڪليو جو اچا ٻه وڏيڪ شاهوڪار ٿي
يا. ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ اتان جو راجا اچي لنگهيو ۽
ڪانير جي پيءُ کان پڇيائين ته » تون امير ڪيئن ٿئين؟ »
سهري پنهنجي ننهن جو نالو کنيو جنهن ڪري راجا ان
سان شادي ڪرڻ جو خيال ڏيکاريو. انڪار ڪرڻ جي
حالت ۾ ڪانير جي پيءُ کي قيد ۾ وجهڻ جي ڌمڪي
ڏنائين. هي منهن گهنجائي گهر اچي پهتو ته سندس
ننهن انجو ڪارڻ پڇيو. سهري ننهن کي راجا واري
سموري ڳالهه ڪري ٻڌائي جا ٻڌي سندس ننهن چيو
» اوهان ڪا به ڳڻتي ڪانه ڪريو. جڏهن مان پتورتا
استري آهيان ته منهنجو وار به ونگو نه ٿيندو. » هو ڏانهن
راجا کي اچي ڪوڙهه نڪتو. گهڻيئي حڪيم آيا. دوائون
آزمايون ويون پر ڪو به فائدو ڪونه ٿيو. پيرن پنڊتن
کان پڇڻ تي هڪ پنڊت کيس ٻڌايو ته » توهان ڪنهن
پتورتا استريءَ کي رنجايو آهي جنهن جو ڪيتو ڏٺي
هيو جيستائين ان کان معافي نه وٺندا ۽ ان کي

پنهنجي ڌيءُ ڪري نہ پرڻائيندا تيستائين ڇوڪرو ڏيڻ مشڪل آهي.“ راجا کي ڪانيئر جي پيءُ واري ڳالهہ ياد آئي. هن ان کان ۽ انجي ننهن کان معافي ورتي ۽ رامديو جي ڌيءُ کي شادي وري ڏامرديوءِ سان ڪرائي. هن گنگاندِيءَ ۾ اشنان ڪيو ۽ سندس ڪوڙهہ لهي ويو. راجا خوش ٿي محلات ۾ موٽي آيو ۽ ڪانيئر پنهنجي ڪنوار وٺي پنهنجي گهر آيو.

(پوليو سورج ديوتا کي جڳ)

## (۹) ڪٿا چندرما ديوتا جي

بيجاپور جو هڪ مشهور سيٺ پنهنجا غوراب پرائي هندستان جي واپار لاءِ نڪتو منزلون هڻندو هڻندو واپار ڪندو اچي ڪراچي بندر تي پنهنجا جهاز بهاريائين سندس هميشهہ چال هوندي هئي جو صبوح جو اٺي ناڪون اڳيان شيوا وغيره ڪندو هو ۽ پوءِ ئي واپار جي باري ۾ ڳالهيون ٻوليون ڪندو هو. اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ بہ واپار ڪرڻ لڳو مگر پنهنجي عادت انوسار هو ڏيکاريندو هو هڪ شيءِ تہ ڏيندو هو ٻي شيءِ سنڌي ڇا ڄاڻن انهن حرفتن مان جي اعتبار تي مال وٺي ڪيس پئسا ڏيندا هئا آخر جڏهن سڀ مال نيڪال ڪري چڪو تڏهن هو لنگر پٽڻ لڳو مگر قدرت منهنجي مالڪ جي جو سندس جهاز هاڻ ڪان نابري واري بيٺو. ڪيترا يتن ڪياءِ مگر جهاز اصل نہ هلي آخر تنگ اچي ٿيو هو آخر سنڌ جي هڪ نامي ويدن جي پاڻي ۾ هڻ وت آيو ۽

ڪيس سچي ڳالهہ ڪري ٻڌايائين تہ منهنجو جهاز هلڻ کان
نابري واري بيٺوآهي مهرباني ڪري صلاح ڏيو ڇا ڪجي
برهمڻ ڪيس چيو تہ تون هڪ سچي پرماتما جو پاٺ ڪر
نڳيءَ ڪري لنهنجي ٻڌي ہ ملين تي ويٺي آهي ۽
سچائي ڇڏي تون هر وقت ڪوڙ کان ڪم وٺندو آهين
جنهن ڪري توتي چندرما جو ڪوپ ٿيو آهي تون ان
چندرما جو جاپ ڪرائي هميشهہ لاءِ توبهہ ڪر تہ
آئينده تون نڳي نہ ڪندين ۔ شاهوڪار کي اها ڳالهہ
پسند نہ آئي ۽ برهمڻ کي گهٽ وڌ ڳالهائي اٿي هليو ويو
۽ پٺسي جي نشي ۾ هن ڪتان ڪتان جا ڪاريگر گهرائي
جهاز کي نيڪ ڪرائڻ اڳو جهاز هلڻ لاءِ انهن اڳيان
چلائڻ لڳو هينئر تہ سندس ڌن بہ خلاص ٿي چڪو ۽
ڏاڍي وياڪل من سان وري بہ ان برهمڻ وٽ آيو ۽
نمرتا پورڪ اچي چيائينس تہ هي برهمڻ ديوتا هاڻي
ڪيئن بہ ڪري منهنجي جند ڇڏايو جيئن چوندا تيئن
ڪندس ۔ تنهن تي برهمڻ ديوتا جو ويدن جو مهان
گياني هو تنهن کيس چيو تہ اي شاهوڪار تون چندرما
جو جاپ ڪرائي ۽ سچيءَ دل سان جڏهن نڳي ڪرڻ
ڇڏيندين تڏهن تنهنجو جهاز ازخود هلڻ چالو ڪندو تنهنتي
شاهوڪار چيس تہ توهان ئي ڪرپا ڪري جاپ ڪرايو
۽ وڌي سمجهايو جيئن مان هميشهہ انهيءَ چندرما جو
جاپ ڪري سگهان ۔ تنهن تي برهمڻ ديوتا چيس تہ
ما[illegible] ڀوڄ جو سويل اٿي اسنان وغيره ڪري وهڄ

۽ هون سامگري ۾ موجود رکجي ته مان اڇي ٽوڪي وڌي؛ موجب ڇاپ ڪرائيندس. ٻئي ڏينهن صبوح جو برهمڻ ديوتا انهيءَ شاهوڪار جي جهاز تي آيو ۽ ٻئي هيٺ آسڻ تي ويٺا ۽ برهمڻ ڪيس سمجهايو ته ايشور جنهن جو اصل نالو اوم آهي تنهن کي چندرما ۾ سڏيندا آهن چاڪاڻ ته اوم سدائين آنندمي آهي ۽ سيني کي آنند ڏيندڙ آهن تنهنڪري هاڻي اڄ ته ان اوم جو ڌيان ڌريون ائين چئي هو سنڌيا، اپاسنا ۽ هون يگيه ڪري انهن مان منتر شاهوڪار کي سمجهائي ۽ کيس اپديش ڪري ته جيڪڏهن توهان کي سچي آنند جي ضرورت آهي ته توهين ان چندرما جو ڇاپ ڪريو ۽ ٽڳي ڪرڻ ڇڏي ڏيو. شاهوڪار شام جو ۾ برهمڻ جي سمجهائڻ موجب سنڌيا، اپاسنا ۽ هون يگيه ڪري سچي من سان ان چندرما جو ڇاپ ڪيو ۽ اندر ۾ پڪو ويچار ڪيائين ته آئينده ٺڳي نه ڪندس مگر ان سچي سائين جو ڇاپ من ۾ ڪندو رهندس. ٻئي ڏينهن جيئن صبوح جو ڪريا ڪان فارغ ٿيو ته سندس جهاز چرڻ پرڻ لڳو شاهوڪار کي ڏاڍو عجب وٺي ويو ۽ پوءِ پنهنجن نوڪرن وغيره کي سڏي جهاز چالو ڪرڻ لاءِ چيو ۽ پاڻ چندرما جي جئه ٿئي جا نعارا پڪارڻ لڳو سندس جهاز هلڻ لڳو ۽ پاڻ پريون ڏفعو سنڌ جي مشهور بندر ڏانهن نهاري ائين چيو ته سنڌ واقعي ديوتائن جي ڀومي آهي پوءِ جتي ۾ واپار ڪندو هو اتي سنڌ جي پدايل

براهمڻ موجب پاٺ پوڄا ڪندو هو ۽ چندرما جو
جاپ ڪندو هو ۽ ڪڏهن به نڳي وغيره نه ڪندو
جنهن ڪري هو وري شاهوڪار ۽ خوش گذارڻ لڳو.
جو به منش سچيءَ دل سان ان چندرما جو پاٺ
ڪندو سو هميشه خوش گذاريندو.

( بول چندرما جي جئه )

## (١٠) اصل وڏي ڪٿا ٽيجهڙيءَ جي

ڪنهن سمي جي ڳالهه آهي ته هڪ شهر ۾ لڪميچند
نالي هڪ دياوان ۽ داني پرش رهندو هو. هن کي ٻه
پٽ ۽ هڪ ڌيءُ هئي. هي نهايت سکي هو. هن
پنهنجي ڌيءُ جي شادي هڪ ٻئي ديش ۾ ڪرائي
ڇڏي هئي. هنجا ٻه پٽ اڃا ننڍا هئا. هڪ ڏينهن
پنڊت گهرائي هن يگيه ڪرائڻ لاءِ مهورت ڪڍايو.
پنهنجن ٻنهي پٽن کي پنهنجي ڌيءُ کي وٺي اچڻ لاءِ
موڪليائين. پاڻ ڀيڻ کي گڏجي کائڻ لاءِ چيو پر جٿن
ته سندس ڀيڻ کي ٽيجهڙيءَ جو ورت هو انڪري
کين چيائين ته رات جو گڏجي کائينداسون. بالڪن کي
کهڙي خبر ورت جي! رات جو هنن ڀيڻ کي ٻاهر
چنڊ ڏسي اچڻ لاءِ چيو ۽ هنجي پر پٺ پوڄن ورتايائون.
لڪميچند جي ڌيءُ جو نالو روپونتي هو. روپونتيءَ
چندرما ڪٿي ارگهه ڏني، پوڄن کائي ورت ڇوڙيو.
ورت جي ڀنگ ٿيڻ ڪري روپونتيءَ جو پتي ٻري
ڪندا ٿي ويو. پاڻ هن سان دغا ڪئي هئي جنهن

ڪري ڇا ڪري؟ پتيءَ جي شيوا ڪندي ڪندي
سچو سال گذري ويس. آخر سانوڻ وارو مهنو آيو،
اونداهي ٽيج تٿ تي ٽيجهڙيءَ جو ورت رکي پوڄن
ڪري رات جو چندرما کي ڪچي کير ۾ ڪنڊ وجهي،
ارگهه ڏيئي، ٻچيل کير مان ٿورو پنهنجي پتيءَ جي
وات ۾ وڌائين ته سندس پتي ڇاڪ چڱو ڀلو ٿي پيو.
جيڪو به ٽيجهڙيءَ جو ورت رکي ڪٿا پڙهندو يا ٻڌندو
ته ان جا سڀ ڏک، ڏور ٿي ويندا.

(بوليو ٽيجهڙي ماتا ڪي جئه)

## (١١) اصل وڏي ڪٿا مهالڪشميءَ جي

اڄين شهر ۾ هڪ نياءَ وارو ڌرماتما راجا ٿي
گذريو آهي جنهن جو نالو منگليڪ هو. هن جي راڄ ۾
شينهن ۽ ٻڪري گڏ چرندا هئا. پرجا هن مان ڏاڍي
خوش هئي. هڪ ڏينهن شڪار ڪرڻ سانگي هي
هڪ جهنگل ۾ وڃي نڪتو ته اتي ڏٺائين ته ڪي
گوپيون مها لڪشميءَ جي پوڄا ڪري رهيون هيون.
پوڄا پوري ٿي ته هڪ گوپيءَ راجا کي اچي سڳڙو
ڏنو ۽ پڻ ورت جي وڏي ٻڌائي جا هينئنءَ ريت هئي.
"بڌي مهني جي سهائي اٺين تٿ تي مها لڪشميءَ
جو ورت رکي پوڄا ڪجي. هٺڊي رنگ جي ڪچي
سٽ جون سورهن تندون وٺي سورهن ڳنڍيون ڏئي
سڳڙو ٻڌجي. ورتي اونداهين ۾ اٺين تٿ تي ورت
... ڪري، اهو سڳڙو ڇوڙجي." راجا سڳڙو

وٺي آڻي پنهنجي استريءَ چند راوتيءَ کي ڏنو ۽ ورت جي مهما بڌائي پاڻ دربار ۾ هليو ويو. پنيان سندس استريءَ ايمان وڃان اهو سڳڙو ڪٽي ڦٽو ڪيو جنهن ڪري هن کي ڏاڍو دک ڏسڻو پيو.

هڪ ڏينهن جي ڳالهه آهي ته راجا ۽ راڻي جڏهن پرڀات ويلي اٿيا ته دريءَ کان راجا جي نظر پري کان ڪنهن ايندڙ انسان تي وڃي پيئي. پڪ ڪرڻ لاءِ هن راڻيءَ کان پڇيو پر راڻيءَ ڪيس چيو ته پريان هرڻ اچي رهيو آهي - ان تي هي پاڻ ۾ وڙهي پيا ۽ آخر فيصلو ڪيائون ته جنهنجو ڪوڙ نڪرندو سو هي ديش ڇڏي هليو ويندو. راجا چوڪيدار ڏ وڙايو جنهن جلد اچي خبر ڏني ته برابر ڪو انسان اچي رهيو آهي جنهن ڪري راجا راڻيءَ کي شهر نيڪالي ڏني. راڻيءَ گهڻو ئي ليلايو پر راجا سندس هڪ به ڪانه ٻڌي ۽ ڪيس پنهنجي ديش مان لوڏائي ڪڍيائين. راڻي پنڌ ڪندي ڪندي هڪ روپ نگر نالي شهر ۾ اچي پهتي. بک ۽ اُڃ کان وياڪل ٿي هيءَ هڪ شاهوڪار جي گهر هلي وئي پر ان ڪيس؟ ڇڙ ٻون ڏئي ڪڍيو. اتان تي راڻي هڪ ڪنير وٽ آئي جنهن نهائينءَ مان وٺي ٿانو ڪڍيا پر اڌ ڪچا ۽ اڌ پڪا پي نڪتا جنهن ڪري اتان به راڻيءَ کي گهڻو وڏ ٻڌڻو پيو. اتان تي نديءَ وٽ پياس مٽائڻ لاءِ آئي ۽ جڏهن پڪ نديءَ ۾ وڌائين ته ندي ئي سڪي وئي! هيءَ نراس ٿي هڪ باغ ۾ آئي ۽ جڏهن ڦل ڦول

پنهنجا لاءِ همت وڌائين تہ باغ بيابان بڻجي ويو. وڻن
کو بہ ميوو ڪو نہ هو! جنهن ڪري مالهيءَ هن کي
ان بہ لوڏي ڪڍيو. راڻي اتان تي هڪ جوڳيءَ جي
ڪٽيا ۾ آئي جو هڪ ڏينهن بيک پنندو هو تہ ١٢ مهنہ
پهي کائيندو هو پر اڄ کيس ڪٿان بہ بيک ڪانہ ملي
ڻي جنهن ڪري لڪروڙ ۾ ڀچرندو ڪٽيا ۾ موٽي آيو
اڻيءَ مان ڪسروڻ ڪڍڻ لڳو. راڻيءَ کيس پنهنجا
ڏکي داستان ٻڌايو جنهن ڪري جوڳيءَ کي ديا آئي
يس پاڻ وٽ رهايائين. جوڳيءَ جي شيوا ڪندي
ڪندي راڻيءَ کي ذري گهٽ ٻارهن مهنا اچي ٿيا.
خر مها لڪشميءَ جي ورت رکڻ جو مهنو آيو. راڻيءَ
ورت رکي سڪ سان سڄو ٻڌو جنهنڪري مها لڪشمي
تس راضي ٿي جنهنڪري سڪل باغ سائو ٿي پيو.
ڪنير جي نهائينءَ مان پورا ٿانو نڪرڻ لڳا، ندي ۾ وهڻ
لڳي، سيني جڏهن اها حالت ڏٺي تڏهن راڻيءَ کان
چي معافي ورتائون. هڪ ڏينهن راجا منگليڪ شڪار
ڪندو اچي ان جوڳيءَ جي ڪٽيا وٽ پهتو. ان وقت
اجا کي اڄ ٻہ ڏايو ستايو هو جا ڳالهہ هن وزير
سان ڪئي پر وزير کيس چيو تہ اڄ مها لڪشميءَ جو
وتر ورت آهي. اٿو، گيهہ ۽ کنڊ ڏيو تہ روٽ پچائي
چان. وزير ڪٽيا ۾ وڃي روٽ پچايو تہ روٽ سڙي ويو.
ن تي راڻيءَ کان ڪل نڪري وئي ۽ وزير کي چيائين تہ راجا
ا... مڪهڻ ماکي، وٺي آءُ تہ آءٌ پچائي ڏيانءِ. وزير ائين ڪير

۽ راڻيءَ کيس روت اهڙو ناهي ڏنو جو راجا پاڻ ته کاڌو پر پنهنجن سپاهين کي به کارايائين . روت اهڙو سوادي هو جو ڳالهه ڪرڻ جي ڪانهي - راجا وزير کان ان بابت پڇيو جنهن کيس سموري ڳالهه ڪري ٻڌائي . راجا ڪٿا اندر گهڙيو ۽ پنهنجي استري چندراوتيءَ کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ راڻيءَ کي ساڻ وٺي آيو .

( ٻوليو مها لڪشمي ديويءَ کي جئه )

## (١٢) ڪٿا مهاديو جي سڳڙي جي

اڳاڻي سمي جي ڳالهه آهي ته هڪڙو راجا هوندو هو . ان راجا کي هڪ ڌيءَ هوندي هئي جا ٻارهين مهني مهاديو جو سڳڙو ڇوڙيندي هئي راجا هڪ يگه ڪيو جنهن ۾ راجا پنڊت ۽ برهمڻن کي گهرائي چيو ته جيڪو منهنجي ڌيءَ کي مهاديو جي سڳڙي جي ڳالهه ڪٿي ٻڌائيندو ته ان کي ڦاسيءَ تي چاڙهيو ويندو راجا جي ڌيءَ مهاديو جي سڳڙي جي سامگري ٺاهي ويٺي هئي ان وقت مهاديو جي سڳڙي جي ڳالهه ڪٿي ٻڌائڻ لاءِ ڪوئي به پنڊت برهمڻ ڪونه ٿيو اچي اهو حال ڏسي راجا جي ڌيءَ گهر کان ٻاهر نڪري بن ڏانهن هلي وئي ان بن ۾ هڪ ڪوڙهه وارو برهمڻ گڏيس راجا جي ڌيءَ ڪوڙهه واري برهمڻ کي چيو ته مونکي مهاديو جي سڳڙي جي ڳالهه ڪٿي ٻڌاءِ ان برهمڻ پڇيس ته مهاديو جي سڳڙي ڇوڙڻ مان ڪهڙو فائدو ... دو آهي ان ڇوڪريءَ جواب ڏنس ته تورن مهني

کان پوءِ سندس پاءُ جي شادي تي ان کي هڪ سندر
پٽ ڄائو پارهين مهني هن مهاديو جو سڳڙو ڇوڙيو
هن جي پٽ مهاديو جي سڳڙي جي ڳالهه ٻڌي هن
چيو ته مونکي جيڪڏهين ناني جو تخت ملندو ته
مان به پارهين مهني مهاديو جو سڳڙو ڇوڙيندس
ڇوڪري جو نانو هڪ شهر جو راجا هوندو هيو تورن
مهني کان پوءِ هن کي ناني جو تخت ملي ويو. هن به
پارهين مهني مهاديو جو سڳڙو ڇوڙيو ڪابه پيڻ پارهين
مهني مهاديو جو سڳڙو ڇوڙيندي ان جون سڀوريون
منوڪامنائون پوريون ٿينديون.

( بوليو مهاديو جي سڳڙي ڪي جيءِ )

## (۱۳) اصل وڏي ڪٿا تلسي ماتا جي

اڳاڻي سمي ۾ جلندر نالي هڪ ظلمي راجا ٿي
گذريو آهي. هن برهما جي ڪٺن تپسيا ڪئي هئي
جنهن ڪري برهما سندس چوڻ موجب اهو ور دان ڏنو
هو ته جيستائين تنهنجي استري پنهنجي ست تي قائم
رهندي اوتري تنهنجي عمر ٿيندي. ان ڪري هن کي
پنهنجي استريءَ جي پتورتا تي ايمان هوندو هو. هڪ
ڏينهن نارد مني گهمندو گهمندو اچي وشنو لوڪ ۾ پهتو
۽ وشنوءَ کي هٿ جوڙي چيائين "هي دين ديال!
پرٿويءَ تي جلندر ڏاڍا ظلم ڪري رهيو آهي. آڪاش
چاهي پاتال جي ديوديوتائن کي پنهنجا آجها ڇڏائي
انهن کي ڏاڍيو دربدر ڪيو اٿس. اوهان ڪا مهر ڪري

پر توءِ تان پاپ متائي جڳہ جو ڪلياڻ ڪريو." پر نارد
کي وشنو ڀڳوان وٽان نراسائيءَ جو جواب مليو جنهنڪري
هي سڌو جلندر وٽ آيو ۽ کيس اچي چيائين " توٽ
انيڪ اپسرائون آهن پر ڪئلاش پربت تي رهندڙ پاروتيءَ
جهڙي سندر اپسرا نہ ڏٺي هوندءِ نہ ٻڌي هوندءِ. اهڙي
اپسرا اوهان جي دربار ۾ نہ هجي تہ اوهان جي دربار
جي شوڀا ڪهڙي؟" ايترو ٻڌي جلندر ڪروڌ ۾ ڀرجي
ويو ۽ پاروتيءَ کي هٿ ڪرڻ لاءِ نقلي شو ڀڳوان جو
روپ ڌارڻ ڪيائين ۽ پاروتيءَ جي ست ٽوڙڻ جي
ڪوشش ڪرڻ لڳو. پاروتيءَ پنهنجي شڪتيءَ سان
ڏٺو تہ هي ڪو نقلي شؤ آهي سو ان سان ڀيانڪ لڙائي
ڪرڻ شروع ڪيائين پر جلندر کي هنجو ڪوبہ شستر اثر
نہ پيو ڪري. جلندر برابر لڙائي ڪندو رهيو. هوڏانهن
جلندر وٽ وشنو ڀڳوان ۽ ماتا لڪشمي پڻ قيد هيون.
لڪشميءَ وشنو ڀڳوان کي ڇوٽڪاري لاءِ پرارٿنا ڪئي
جنهنڪري وشنو ڀڳوان جلندر جو روپ ڌاري ڪئلاش
تي اچي پوڄا ڪرڻ لڳو. جلندر جي اِستري ورندا
پتيءَ جي وڇوڙي ۾ تڙپي رهي هئي سا پنهنجي پتيءَ
کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿي. پوڄہ ولاس کانپوءِ ورندا کي
خبر پيئي تہ جنهن سان پوڄہ ولاس ڪيو هو سو سندس
پتي ڪونہ هو جنهنڪري هيءَ ان کي سراپ ڏيڻ تي
هئي تہ وشنو ڀڳوان پاڻ کي ظاهر ڪيو ۽ کيس سراپ نہ
ڏيڻ لاءِ وينتي ڪئي. انهي بدلي ۾ هن کيس وردان

ڏنو ته ” تون تلسي ٿينديءَ، تنهنجي پوڄا سڀ پتوورت
استريون ڪنديون.“ ورندا پنهنجي شڪتيءَ سان ٻاهه پيدا
ڪئي ۽ جلي ڀسم ٿي وئي. ان رک مان هڪ وڏو وڻ
پيدا ٿيو جنهنجو نالو ”تلسي ماتا“ رکيو ويو هو ڏانهن
جلندر استريءَ جي پتوورتا ناس ٿيڻ ڪري ناس ٿي
ويو. ڀڳوان جي نور کان ٻه وڌيڪ تلسيءَ جو هڪ پن
آهي، انڪري هرڪنهن جي گهر ۾ تلسيءَ جو وڻ هجڻ
گهرجي ۽ هندو استرين کي تلسي ماتا جي پوڄا ڪرڻ گهرجي.

( ٻوليو تلسيءَ ماتا ڪي جئه )

## (١٤) ڪٿا ان پورڻا ديويءَ جي استوتر سميت

ماتا ان پورڻا جڳ دمبا ساري جڳت جا ڪارج ڪرڻ
واري جنهن جي مهما سيني رشين منين ۽ اوتارن
ڳائي آهي-تنهن جي ڪٿا هيٺين ريت ڏجي ٿي. هيءَ ڪٿا
گهر ۾ آنند ڏيڻ واري روزگار ڏيندي ۾ ڀاڳ ۽ نوڪريءَ
۾ لڳائڻ واري ۽ گهر ۾ ان ڌن جا انبار ڏيڻ واري آهي.
جيڪو ٻڌي هن کي شنان ڪري پڙهندو ان جون
منو ڪامنائون پوريون ٿينديون.

## ڪٿا جي شروعات

هڪ وڌوا ماتا جنهن جو پتي سرڳواس ٿي ويو هو
کيس هڪ پٽ هو ماتا پٽ کي پالي پڙهائي وڏو ڪيو
سندس جوان پٽ ڪنهن روزگار سان نه ٿي لڳو ڏنڌي
۽ نوڪريءَ جي لاءِ هن گهڻيون ئي ڪوششون ڪيون
مگر ڪٿي ٻه کيس روزگار هٿ نه ٿي آيو انهين ڪندي

برابر ٣ ورهيہ گذري ويا . گهر جي اهڙي حالت اچي
بڻي جو ڪاڏي لاءِ بہ ڪونہ هو سندس پيڙي ماتا
جا جوانيءَ ۾ ڪجهہ پورهيو وغيره ڪري سگهندي
هئي سا بہ پيرسن اوستا جي تيڻ ڪري پورهئي کان
بہ رهجي ويئي جو سندس نظر بہ گهٽجي ويئي پٽ
کي روزگار نہ لڳڻ ڪري چنتا ڪندي هوءَ بيمار ٿي
پيئي سندس پٽ جنهنجو نالو آنند هو سندس بيماريءَ
۾ شيوا ڪرڻ لڳو.

هڪ ڏينهن آنند بيمار ماتا جي شيوا ڪندي رات
جا ١٢ وڄي ويا ڏاڍو ٿڪجي پيو آخر ماتا کي چادر
وجهي سمهاري پاڻ ڏاڍي ٿڪل حالت ۾ وياڪل ٿي
سمهي پيو.

ٿوريءَ دير ڪانپوءِ ڪيس هڪ سپنو آيو. سپني ۾
ڇا ٿو ڏسي تہ آءٌ هڪ پهاڙيءَ تي هڪ مهاتما جي
ڪٽيا ۾ اُن مهاتما جي پرسان وينو آهيان . نينگر مهاتما
کي هٿ جوڙي وينتي ڪئي تہ هي مهاتماجي ، آءٌ
هڪ غريب ماتا جو ٻار آهيان ، منهنجو پتا منهنجي
ننڍيءَ عمر ۾ ئي مري ويو ، مون کي ٻالڪ اوستا ۾
ڇڏي ويو. منهنجي ماتا بيحد تڪليفون سهي ۽ پورهيو
ڪري مونکي پاليو ۽ وديا حاصل ڪرائي آهي ، مگر
ٽن سالن کان مون کي ڪوئي ڌنڌو يا نوڪري
ڪانہ ٿي ملي ، ان ڪري اسانجي گهر جي حالت
ڏاڍي دردناڪ بڻي آهي . منهنجي ماتا پڻ چنتا ۾

بيمار تي گذاري ! سوهي سوامي ! ڪرپا ڪري اهڙ
ڪو اُپاءُ ٻڌايو جنهن آءٌ ڪنهن ڌنڌي روزگار ڪي لڳ
۽ پنهنجي ماتا کي بہ خوش ڪري سندس شيوا ڪر
سگهان . مهاتما جن اُتر ڏنو تہ هي پٽر ! تون اُن پورڻا م
جو روزانو پاٺ ڪندو ڪر جو هن ريت آهي .

اُهم يڪشامي جڳدمبا ، اُهم يڪشامي درگيشوري
اُهم يڪشامي جگت جنني !!- ماتي شوري
يڪشم ڪشتم هرو اَن دانم پرلام پرو .

اُن منتر جي جاپ ڪرڻ سان تنهنجا سڀ ڪار
سڌ ٿيندا . ٿوري دير ڪان پوءِ اُن جوان جي اَک کل
بيٺي ۽ آيل سپني واري ڳالهہ پنهنجي ماتا کي ڪر
ٻڌايائين پوءِ پنهنجي ماتا ۽ مهاتما جي چوڻ موجب
روزانہ صبوح جو اشنان ڪري ايڪانت ۾ ويهي نيم
سان مٿين ڪتا پڙهڻ لڳو ۽ منتر جو جاپ بہ ڪرڻ لڳو

ٿورن ڏينهن ۾ کيس نوڪريءَ جو آرڊر اچي و
۽ ڪجهہ ڏينهن جي وڏيڪ گذرڻ کانپوءِ کيس پيا
ڌندا هٿ لڳا ، کيس اهڙو تہ ڀاڳ اچي لڳو جو مالا مال
ٿي پيو ۽ شاهوڪار واپاريءَ جي نياڻيءَ سان شادي
بہ ڪيائين . ( بوليو اَن پورڻا ماتا کي جئہ )

## (١٥) ديوي ماتا جو اوراڻو

١- اَمان مان مائيءَ کي اوريان ، اَمان پيچ پنيءَ پرڀات
لوڪ سڄو ٿي نند ۾ ڙي جيڏل مونکي تنهنجي تات
اَمان ، تو در آندو تم هيءُ ٻار
تري ڪنديءَ تون تنهن تي تار
... ۽ ... لنگهائہ ... پوندم پار

آماں، اڳي ٻه ٽاريئه، هينئر ٻه ٽار
مون ڏر ڏيويءَ واڌائي ڏيار
آماں تو شرڻ، تو شام
مني مائي تو شرڻ، تو شام
ٽري ماتا، تو شرڻ تو شام.

ـ اماں نينگر وڏو ٿم تنهنجي ئي ٿڌي
ڏنوار ڏو ٽٽاري ڏيندينءَ جڳ کان اڳي
اماں نينگر اٿيئي ننڍڙو ٻار
تنهن کي ڏيندينءَ هلڪڙو ٻار
تنهن کي ڏيندينءَ جيءَ جو قرار
اماں، ٽري اڇي تون ٽار ڪندينءَ
ڏاڻ ڏيئي اپڪار ڪندينءَ
اماں، تو شرڻ، تو شام
مني مائي، تو شرڻ، تو شام
ٽري ماتا، تو شرڻ تو شام.

۳ـ اماں ننگر نهائين وچڙي جيجل ٻليءَ رکيو ٿئي ٻار
تاءُ نه ڏيندينءَ تنهنکي ڙي جيجل سباجهڙي تون سنار
اماں بت پريو پاڪيو رکجانس
اکڙين کي آرام ڏجانس
ٽار ٽري رکوال ٿجانس
لڱن کي لوڏو ڪوئي نه ڏجانس
جيءَ کي جوکو ڪوئي نه ڏجانس
اماں، تو شرڻ، تو شام
مني مائي، تو شرڻ تو شام
ٽري ماتا، تو شرڻ، تو شام.

(ڪرشن راهي)